بيدار ٿئي. مولڪي ٿو مان سرشٽيءَ جو نرماڻ ڪرڻو آهي.
تڏهن ڀڳوان جي مايا سان پرڪرتيءَ ۾ مها تتو پيدا ٿيو
آهي. مها تتو کي سمشٽي ٻڌي يا مجموعي (گڏيل)
عقل به چئبو وڃي ٿو. اهو هرهڪ انساني جسم ۾ ويشٽي
ٻڌي ظاهر ٿئي ٿي. عقل جو مطلب سمشٽي نه آهي. سمشٽي
سد ٻڌي) ڀڳوان جي اها شڪتي آهي، جا ڀڳتي دوارا
انسان کي حاصل ٿئي ٿي. جنهن جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ
هيءَ جيئرو جاڳندو آتما تيزيءَ سان ان پرمانند جي طرف
وڌڻ لڳي ٿو، جو ان جو لڪش آهي.

يجروير جي ٽئين اڌياءَ ۾ هڪ منتر اچي ٿو، مهرشي
دياننند ان جو ارٿ ڪيو آهي، اهو هيٺ لکي ٻڌايان ٿو.
"ڪهڙو ڀڳت ڪنهن ڀڳت کي ڇڏي ٿو. يعني
ڪوئي نٿو ڇڏي. ڀڳت کان ڪڏهن منهن نٿو موڙي.
جيڪو ڀڳت کي ڇڏي ٿو ڏئي، ان کي ايشور به ڇڏي
ٿو ڏئي. ياد رکو ته آهيءَ کي ايشور به ڇڏي ٿو ڏئي
ڇا؟ ٽنهي لوڪن ۾ آهيءَ کان ٻيو وڌيڪ ڪو نقصان
ٿي سگهي ٿو؟ جنهن کي ايشور ئي ڇڏي ڏئي، ان وٽ
باقي رهيو ئي ڇا؟ جنهن جو ايشور ئي پتن ڪري، ان
جي رکشا ڪرڻ وارو ٻيو ڪير ٿيندو؟ ڪٿي به ان کي
سک نه ملندو. سک ۽ شانتي هن کان ڏهه ڪوهه پري ڀڄندي.
ڇو ته سک ۽ شانتي ته ايشور ۾ ئي سمايل آهي. جنهن کي
ايشور ڇڏي ٿو ڏئي، تنهن کي سک ۽ شانتي به ڇڏي
ٿي ڏئي."

مهرشي ارٿ ڪندي لکي ٿو ته يگيه ڪندڙ يگيه
جي سامگري ڇاجي لاءِ اڳيءَ ۾ وجهي ٿو؟ سڀني کي
سک ڏيڻ لاءِ. سڀني کي پشتي ڏيڻ لاءِ، وڏيءَ عمر جي
واسطي، ڌن جي واسطي، راڄ جي واسطي، سنتان جي
واسطي، تندرستيءَ جي واسطي ۽ ڪرتيءَ جي واسطي.
جيڪا وستو يگيه جي ذريعي شڌ ڪري پوءِ استعمال ڪئي
وڃي ٿي، اها راڪشي ٿڃي ٿي ڀوڳي، ۽ انهيءَ جي
استعمال ڪرڻ سان انسان راڪشس ٿڃي ٿو وڃي ۽ سڌس
ٻڻن ٿو ٿئي. هو لڳاتار هيٺ ڌوالس ڏي ٿي ڪرندو
ٿو وڃي. اها آهي يگيه جي وڏائي. ويد ڀڳوان ان کي
اتڏو اوچو درجو ڏنو آهي، جيهن جوڙو درجو ٻئي ڪنهن
کي نه ڏنو آهي. مهرشي دياننداڳ کان اڳ يا يگيه اهنسا تي
ٻڌل هئا جي اهنسا هئا نه هنسا جي آڌار تي. يگيه جو
مقصد آهي ساه وارن کي فائدو ۽ سک پهچائڻ. انهيءَ ۾
هنسا کي جاءِ ٿي ڪٿي آهي؟ ساه وارن کي ڪُهڻ،
انهيءَ کي فائدو نه چئبو. يگيه ڪرڻ ڌرم آهي. يگيه
سان هنسا ڪرڻ آهي آڌرم. مون جيئن اڳ لوهان کي
ٻڌايو هو، يگيه ڪرڻ کان سواءِ هڪ ٻيو ڪرم به آهي
جنهن سان لوڪ ۽ پرلوڪ سڌرن ٿا. لوڪ ۽ پرلوڪ
جي ٻاري ۾ انسان جو ڌرم ٻڌڙو ٿئي ٿو، اهو آهي گايتري.
منتر. اڳئين دفعي مون چيو هو ته گايتري لفظ جي معنيٰ
آهي اهو منتر جنهن جي ڳائڻ سان، جنهن جي جاپ ڪرڻ
سان جو آڌار ٿئي ٿو. اڄ مها ڀارت جي انوشاسن

پرب جي هڪ ڪهاڻي ٻڌو- انوشاسن پرب جي ۱۵۰
اڌياءَ ۾ مهاراجا يڌشٽر ڀيشم پتامهه کان ڪيترائي سوال
ڪيا. ان مان هڪ سوال مان توهان کي ٻڌي ٿو ٻڌايان.
يڌشٽر پڇيو. "اي مهاتما! اي پتامهه! اي مها ودوان!
ٻڌايو ته اهو ڪهڙو منتر آهي، جنهن کي هميشه جپڻ
سان ڌرم جو وڏي ۾ وڏو لاڀ حاصل ٿئي ٿو؟ جنهن
کي گهمندي ڦرندي، اٿندي ويهندي، ڪنهن جاءِ تي
ويندي وقت، ڪنهن جڳهه مان ايندي وقت، ڪنهن به
ڪارج جي شروع ڪرڻ وقت، ڪنهن به ڪم جي سماپت
ٿيڻ وقت ۽ هر وقت پڙهي سگهجي ٿو؟ جنهن جي جاپ
ڪرڻ سان آنند، شانتي سک ۽ رکشا حاصل ٿئي ٿي، ڌن
دولت ۽ راڄ ملي ٿو. جاپ ڪرڻ سان خوف خطرا ناس
ٿي ٿا وڃن ۽ جو ويدانوسار آهي." اهو سوال مهاراجا
يڌشٽر پڇيو. يڌشٽر خود ٿي ودوان هو. مهاڀارت هن کي
ڌرم پتر ڪري سڏيو آهي. ليڪن ڀيشم ان کان به وڌيڪ
ودوان هو... يڌشٽر جو سوال ٻڌي ڀيشم پتامهه چيو- "يڌشٽر!
جيڪي گايتري جو جاپ ڪن ٿا، انهن کي هاٿي، گهوڙا،
رٿ ۽ ومان سڀڪجهه ملن ٿا. انهن کي ديس ۽ پرديس
۾ عزت حاصل ٿئي ٿي. انهن کي راڄ دربار ۾ مان ملي
ٿو. گايتري جو جاپ ڪندڙ کي راجا، راکشس، دشمن،
ناگ ۽ تيز زهر ڪوئي به نقصان نٿو پهچائي سگهي.
چارئي ورڻ ۽ چارئي آشرم گايتري جو جاپ ڪري،
سک ۽ شانتي حاصل ڪن ٿا. جتي گايتري جاپ ٿيندو،

الي باهه نقصان نٿي ڪري سگهي. انهيءَ عمل کان ٻالڪ
ڏجي ٿا وڃن. الي ٿيندي هولڊي ٻار ٿا مرن ۽ الي گڻن
جي سنتان ۾ وڌندي ٿي وڃي. ٿيندي وقت، اهڙي
وقت، ڪارڻ جي شروع ڪرڻ وقت يا سمايت ڪرڻ
وقت مطلب ته هر وقت گايتريءَ جو جاپ ڪري سگهجي
ٿو. اها آهي گايتريءَ جي مهما“ ايڏو وڏو حوالو لوڪن
جي اڳيان آهي.

ٻڌو منهنجون مائٽون! ٻڌو منهنجا ٻالڪو! هن کان
ٻيو ته جي ان مان فائدو نه وٺو ته ان ۾ ڪنهنجو قصور؟
مگر ڀيشمر ان کان اڳتي ٻہ چيو. ”اي ٻڌشترا! جيڪي
رشي جاپ ڪن ٿا، انهن جاپ ڪندڙن جو هيءَ گايتريءَ
پرم جاپ آهي. هوان جا گيت ڳائيندا رهيا آهن. سيئي
رشي لوڪ هن جو جاپ ڪندا رهيا آهن ۽ گايتريءَ
جو گان ڪندا رهيا آهن. سيئي راجائون، سيئي بهادر
سيئي ودوان ٻوءِ اهڙي ڪٿي سورج وانگي هجن يا
چندر وانگي، رکهو وانگي هجن يا ڪورو وانگي. گايتريءَ
جي جپ ڪرڻ سان ڏي عزت، دولت، طاقت ۽ آنند
کي پراپت ٿيا.“

ايڏي مهما آهي هن منتر جي. ويد ۾ هن کي گرو
منتر چيو ويو آهي. چئن ئي ويدن ۾ الڪل ويهه هزار
منتر آهن، انهن مان گايتري منتر کي گرو منتر ڇو چيو
ويو؟ ڇا لاءِ، هرهڪ ويد ۾، هرهڪ شاستر ۾، هرهڪ
گرنٿ ۾، گايتريءَ کي ايتري عزت ڏني آهي؟ ايترو بلند

۾ نه ٻار ٻار گايتريءَ جي ساراهه اچي ٿي. رگ ويد ۽ سام
ويد ۾ به اچي ٿي. مگر اٿرو ويد ته گايتريءَ جي ساراهه
ڪرڻ ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. ان جو هيءُ منتر پڙهو.

سوامي جن گايتري منتر ڳائي ٻڌايو. اکيون ٻوٽي، منهن
آڪاش جي طرف ڪري ڳائي رهيو هو. جڏهن ڳائي
رهيو هو تڏهن هو ائين ٿي لڳو ڄڻڪ گايتري ماتا سندس
سامهون بيٺي آهي ۽ هو ان کي ڏسي رهيو آهي. ۽ اُن
کي ڏسي چئي رهيو آهي.

"آها! ڪيترو نه هيءُ سندر منتر! گايتري ان جو
ديوتا آهي. منتر جي ديوتا جو مطلب آهي ته اهو منتر
جو سوامي جو آهي."

گايتريءَ جو ذڪر ڪندي ڀڳوان جي امرت واڻيءَ
۾ ڀڳت چوي ٿو، "ويد ماتا وردان ڏيڻ واري گايتريءَ
جو جاپ ڪيو آهي، ان جي اپاسنا ڪئي آهي، ان جي
گود ۾ ويٺو آهيان. اها ماتا ڪهڙي آهي؟ پريرنا ڪرڻ
واري؟ جا جيڪي به ڌرماتما آهن، انهن کي پورو ڪرڻ
واري آهي.

مون توهان کي چيو هو ته گايتري لوڪ ۽ پرلوڪ ٻنهي
جو سڌار ڪرڻ واري آهي. انهن سڀني پدارٿن جي ڏيڻ
واري آهي."

جيڪي هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ انسان کي گهرجن ٿا.
ڪهڙيون ڪهڙيون اُهي چيزون آهن؟ جيڪو پدارٿ
اوهان چاهيو ٿا اُن جو ذڪر هن منتر ۾ ايندو. ويد چوي

ته ”گايتري سڀ کان اڳ عمر ٿي وڌائي.“

سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي عمر جي چنتا رهي ٿي. جيتري جيتري مان وڃان ٿو، اهي ڏينهن ڪيئي اهڙي ڇواڏو ٻڌان ٿو ته فلاڻ ماڻهو پٽيءَ جي هٿان ٻوڙجان. استرين کي چنتا آهي ته سندن پتيءَ جي عمر وڏي ٿئي، پتيءَ کي چنتا آهي ته هن جي پتني ان کان اڳ نه چڏي نه هلي وڃي. ماتا پتا کي چنتا آهي ته سندن ٻچن جي عمر اسان کان به وڏيڪ ٿئي. سڀ ڪنهن انسان کي سڀ کان ڀوريالين عمر جي چنتا لڳيتي. ويد چوي ٿو- ”گايتري سڀ کان ڀوريالين عمر ٿي وڌائي.“ مگر اها گايتري ماتا ڪهڙي عمر ڏئي ٿي؟ جا ساهه جي بيماريءَ واري عمر؟ اڌ رنگ جي مريض واري عمر؟ جنهن کان لڳ اڳي ماڻهو مرڻ جي اچا ڪندا آهن؟ نه اهڙي عمر، مگر اهڙي عمر جنهن ۾ ”پراڻ“ هجي.

ويد چوي ٿو- ”عمر سان گڏو گڏ گايتري پنهنجي جاپ ڪندڙ کي سچو پراڻ ڏئي ٿي. بيماريون ۽ ڪمزوريون هن جي ويجهو ڪونه اچن. جيڪڏهن اچن ٿيون ته جلد ئي دفع ٿي ٿيون وڃن. فقط عمر ۽ صحت جي نه انسان کي اچا نه آهي. هو سنتان به چاهي ٿو ۽ ويد چوي ٿو ته گايتري سنتان به ڏئي ٿي. پٽ به ڏئي ٿي.

پر جا جيڪڏهن سنتان ٿي وڃي، انهن جي ڪاڻ ڀيڻ لاءِ ڪجهه به نه هجي ته پوءِ آدمي جا ڪندو؟ گايتري [illegible]

گهٽوءَ تندرست وِيهه ياتي تي وڃن. انهن جي ڪاڻ لاءِ ڪجهه به نه هجي نه انهن جو ڇا ٿيندو؟ ڇا انهن کي الات آليه ۾ موڪلي ڏجي؟ نه نه. گايتريءَ جي جاپ ڪندڙ جي سنتان يتيم خالي ۾ نه ويندي. ويد چوي ٿو ته گايتري پڙهڻ جي جاپ ڪرڻ واري کي گهوڙا، گائون، ٻيل، ڌن، اَن، زمين، ڦل ۽ ڪيت سڀ ڪجهه ڏئي ٿي.

مگر ڏسو مهنجون مالائون! ڏسو مهنجا ٻالڪو! انسان جي اڇا اهو سڀ ڪجهه پائي ۽ پوري ٿئي ٿي. عمر، پراڻ، سنتان، ڌن، دولت، اناج، گهوڙا ۽ هاٿي، موٽر ۽ هوائي جهاز، سڀ ڪجهه ملي وڃن تڏهن به هڪ اڇا انهن جي دل ۾ رهي ٿي ”ناموس جي اڇا.“ انهي ڳالهه جي اڇا نه هن جي عزت ٿئي هن جو جس سنسار ۾ ڦهلجي.

ويد چوي ٿو ”گايتري پڙهڻ جي جاپ ڪرڻ واري کي ڪيرتي ڏئي ٿي.“ نه رڳو جس ڏيئي پر ان کان اڳتي هلي چوي ٿو ”گايتري سندس چهري کي چمڪائي ٿي، اَن ليج کي ڏسندڙ جهڪي ٿو پوي. گايتريءَ جي جاپ ڪندڙ جي سامهون ڪوئي به اک اٿو ڪٿي سگهي.

هي دنيا جون سڀ چيزون آهن جي گايتريءَ جي جاپ سان ملن ٿيون. مگر انهن چيزن جو واسطو نه، هن لوڪ سان آهي. مگر گايتراي فقط هن لوڪ جو ئي نه، پر پرلوڪ جو به سڌار ڪري ٿي. ويد چوي ٿو. ”اي! سڀيئي پدارٿن جي ڏيڻ واري گايتري ماتا! تون موڪلي

ٻڌر لوڪ ۾ به ولي ٿي وڃن ۽ ٻين مؤلڪي موڪش
پراپت ڪرائين ٿي.

هاڻي ٻڌايو ته ڇن لوڪ ۽ پرلوڪ جو ڪلياڻ ٿي وٿو
يا نه؟ اهڙو ڪلياڻ ٻئي ساڻ نه ٿئي ٿو ۽ گايتري منتر
ساڻ ئي. جيڪڏهن ٻئي گايتري منتر ساڻ ٿئي ته سولي
۽ سهائي جو ڪم ٿي وٿو.

انهن سڀني ڳالهين کي ٻڌي اوهان جي من ۾ ايندو
ته جيڪر اسين به گايتري منتر جو جاپ ڪريون ها ۽ اسين
به ٻيهنجي عمر اجائي نه وڃايون ها. مگر گهٻرايو نه، باقي
جيڪا عمر رهي آهي، انهيءَ عمر ۾ به جپ ڪريو ته
ان مان توهان جو ڪلياڻ ٿيندو. توهان کي هڪ آکاڻي
ٻڌايان ٿو جا اڳ ۾ ڪيترن هند ٻڌائي چڪو آهيان. اڄ
اوهان کي به ٿو ٻڌايان.

شايد ڀارت جي ڏکڻ ۾ هڪ راجا هوندو هو. هو
هڪ ڏينهن شڪار جي سالگي ڪنهن جهنگل ۾ ويو.
رستو ڀلجي واس. ديئر به ٿي ويئي. ٻک ۽ اڃ اچي ڏاڍو
وياڪل ڪيس. جهنگل ۾ ڏٺائين ته هڪ ڪاٺير ڪاٺيون
ڪري رهيو آهي. جهنگل جا گهڻا وڻ ڪپجي چڪا
آهن ۽ باقي ٿورا وڃي رهيا آهن. انهن مان ڪاٺير هڪ
وڻ جون ڪاٺيون ڪپي رهيو هو. راجا وٽس وڃي
چوڻ لڳو، ”ڀائي مان بکايل آهيان ۽ اڃ به ڏاڍي لڳي
اٿم. تو وٽ ڪجهه کائڻ لاءِ آهي ڇا؟“ ڪاٺير چيو. ”ها
آهي. اچو، وهو مان ٻرڀان ڪره ٿان ڀاڻي ڪڍي ٿو اچان.

لوهين آهي ۽ روئي ڪانه" ۽ هن ڪانير هڪ مان هڪ ٽلهي روئي ڪڍي راجا جي اڳيان رکي ۽ ٿوري پاڇي ۾ ڏنائينس. راجا کاڌو ۽ ڪانير جو آڌل پاڻي پيئي ٻڌ سان تيو ۽ پوڻ لڳو. "مان فلاڻي ملڪ جو راجا آهيان، گهر جو رستو ڀلجي ويو آهيان." ڪانير کيس رستو ڏيکاريو. تڏهن راجا کيس چوڻ لڳو. "مصيبت جي وقت تو مهنجي مدد ڪئي آهي. جيڪڏهن توکي ڪا گهرج پوي ته مون وٽ هليو اچج. مان تنهنجي مدد ڪندس."
ڪانير هٿ جوڙي پرڻام ڪيو. راجا هليو ويو. ڪجهه ڏينهن گذري ويا. آهستي آهستي ان جهنگل جا سڀ وڻ ختم ٿي ويا. جڏهن مان ڪانير ڪاٺيون ڪري ڪوئلا ٺاهي وڪڻندو هو. هاڻي هو پنهنجي روزي ڪٿان ڪمائي ۽ ڪٿان کائي؟ ڏاڍو دکي ٿيو. دکي ٿي راجا وٽ پهتو. نوڪرن راجا کي اطلاع ڏنو ته هڪ ڪانير اوهان سان ملڻ ٿو چاهي. راجا ويچار ڪيو ۽ ياد آيس ته ها! هڪ ڪانير کي مدد ڪرڻ جو انجام ڏنو هوم. هڪ ڏينهن هن منهنجي جان بچائي هئي.

راجا چيو، "ان ڪانير کي چڱا ڪپڙا پهرائي مون وٽ وٺي اچو." نوڪرن ڪانير کي سنان ڪرايو ۽ اوان ڪپڙا پهرائي راجا جي سامهون وٺي آيا. راجا ڪانير کان پڇيو، "ٻڌاءِ ڀائي ڪانير! ڪهڙي ڳالهه آهي؟ تون ايڏو اس ڇو آهين؟" ڪانير چوڻ لڳو، "مهراج! جنهن جنگل مان ڪاٺيون ڪندو هوس، اهو جهنگل ختم ٿي

ويو. هاڻي روزي ڪمائڻ لاءِ ڪرڻ اپاءُ ڪرڻو هي. مان
شرط تي آيو آهيان، ته ڪوئي جهنگل ملي جو ٻڪ مون
کان اچي ٻوان." راجا چيس "اهو تنهنجو ڪم پورو ٿيندو،
تون ٻي ڪر ره." ڪالم جي وڃڻ کان پوءِ راجا پنهنجي
وزيرن کي گهرائي انهن سان صلاح ڪئي ته ان ڪالم
کي ڇا ڏنو وڃي. صلاح کان پوءِ فيصلو ٿيو ته، راجا جو
جيڪو ڏکڻ ۾ چندن جي وڻن جو جهنگل آهي، اهو
ڪالم کي ڏنو ڏاو وڃي ته هو هميشه لاءِ غربيءَ کان
ڇٽي پوي. آفيسرن کي گهرايو ويو ۽ کين حڪم
ڏنو ويو ته چندن جي وڻن وارو جهنگل
ڪالم جي نالي ڪري ڇڏيو. انهن ڪيو ويو ۽ ان جو
اطلاع ڪالم کي ڏنو ويو. انهيءَ ڳالهه کي ڪيترا سال
گذري ويا. هڪ ڏينهن راجا پنهنجي محل ۾ ويٺو هو
ته ان ڪالم جي اچي يادگيري پيس. راجا خوشيءَ ۾
اچي سوچڻ لڳو ته هاڻي اهو ڪالم وڏو امير ٿي ويو
هوندو ۽ هن ڪيترا محل مڪان ٺاهيا هوندا. انهيءَ ڪري
هلي ان کي ڏسڻ گهرجي. راجا پنهنجي وزيرن اميرن
امرائن کي پاڻ سان وٺي انهيءَ جهنگل ۾ ويو، جيڪو
جهنگل ڪالم کي ڏاو ويو هو. اتي وڃي ڇا ڏسي ته
جهنگل ته آهي ڪونه ۽ نه وري جهنگل ۾ ڪي
چندن جا وڻ ئي آهن. راجا گهٻرائجي پنهنجن وزيرن
کان پڇيو، "اڙي! اهو جهنگل ڪٿي آهي جو ڪالم
کي ڏنو ويو هو؟ اهو جهنگل ڪنهن ٻئي هنڌ هوندو.

توهان مون کي غلط جڳهه تي وٺي آيا آهيو." وزير
آفيسرن ڏانهن نهارڻ لڳا. آفيسر وري ڪاغذ ڏسڻ لڳا.
ڪاغذ تپاسي چوڻ لڳا. "مهراج! اهو جهنگل هن جڳهه
تي هو." ٻڌندي راجا چيو. "پوءِ اهو ڀلا ڪيڏانهن ويو؟
۽ اهو ڪانير ڪٿي آهي؟" تلاش ڪرڻ تي پريان چندن
جا ڪجهه وڻ ڏسڻ ۾ آيا ۽ انهن وڻن جي پاسي ۾ ڪانير
به ويٺل ڏسڻ ۾ آيو. پر اهو ڪانير مايوس، اداس ۽ سوچ
۾ ٻڏل هو. راجا ڪانير وٽ وڃي پڇڻ لڳو. "اڙي تون
اداس ڇو آهين؟" ڪانير پرڻام ڪري چوڻ لڳو. "اَن
داتا! اوهان جي مهربانيءَ سان هيترا ورهيه نه گذري
ويا پر هاڻي باقي هي ٿورا وڻ وڃي بچيا آهن. تـون
ڏيهن ۾ هيءُ ٻه ٻـورا ٿي ويندا. هاڻي سوچيان پيو ته
هن کان پوءِ مان ڇا ڪندس؟" راجا حيرت ۾ پئجي پڇيو.
"تو وٽ ٿورا وڻ رهجي ويا آهن؟ باقي وڻن کي تو ڇا
ڪيو؟" ڪانير چوڻ لڳو. "روز انهن وڻن جون ڪاٺيون
ڪاٽيندو آهيان ۽ ڪوئلا بڻائي بزار ۾ وڃي وڪڻي ايندو
آهيان. ڪاٺين جي بجاءِ ڪوئلن جي قيمت وڌيڪ ملندي
آهي." راجا دک وچان چوڻ لڳو. "اڙي بدنصيب، تو
هي ڇـا ڪيو؟ هيءُ چندن جون ڪاٺيون هيون، تـو
ڪوئلا ڇو بڻايا؟" ڪانير چوڻ لڳو. "سائين! چندن
جي ڪاٺي ڇا ٿيندي آهي؟" راجا چوڻ لڳو. "اڙي
جي تون ڄاڻين ها ته ڏاڍو چڱو ٿئي ها. هاڻي ان وڻ
ڏونئن جي ڪاٺي ڪڍي منهنجي سامهون کڻي اچ ۽ بزار

۾ ڪلي وڃ. اهي ملهه ڪونڌا نه ٿا." ڪاٺير ائين ڪيو.
اٺا چندن جي لڪڙي ٻوار ۾ ڪلي ويو. هڪ دوڪاندار
اٺا ڏٺي ته لڪڙي نه اصل چندن جي آهي. ڪاٺير
آهي موڙ سو ڪيس چوڻ لڳو ته هن ڪاٺيءَ جا وٺندين؟
ڪاٺير چيس توهين چا ڏيندين؟ دڪاندار چيو ته هڪ
روپيو. ڪاٺير حيرت ۾ اچي واڪو ڪري چوڻ لڳو.
"هڪ روپيو! ان واڪي جو مطلب هو ته هن لڏڙيءَ
ڪاٺيءَ جو هڪ روپيو؟ تڏهن دوڪاندار سمجهيو ته هن
کي هن ڪاٺيءَ جي ملهه جي خبر آهي. تڏهن دڪاندار
چوڻ لڳو. "ٻه روپيه." ڪاٺير وري به حيرت ۾ اچي
چوڻ لڳو. "ٻه روپيه!" دوڪاندار گهٻرائجي چوڻ لڳو.
"چڱو چار روپيه." ڪاٺير واڪا ڪري چوڻ لڳو.
"چار!" ٻڌي هڪ ٻيو دوڪاندار بيٺو هو. تنهن ڏٺو ته
پهرئين دڪاندار هڪ قيمتي چندن جي ڪاٺي جڪوڙهين
جي ملهه لاءِ خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو
آهي تنهن ڪاٺير کي سڏ ڪري چيو. "اڙي هيڏانهن
آءُ. مان هن ڪاٺيءَ جا توکي ڏهه روپيه ڏيندس."
ڪاٺير جڏهن ڏهن روپين جو نالو ٻڌو ته ڏڪي مٽي کي
هٿ ڏئي ويهي رهيو ۽ زار زار روئڻ لڳو. ڳالهه هن
کي ٻڌو ته جن ڪاٺين مٿي هو ڪوئلا ڪري
وڪڻندو رهيو، اهي ڪيڏيون نه قيمتي هيون ۽ ڪيڏي
نه وڏي دولت هن پنهنجي هٿن سان برباد ڪري ڇڏي.
هن ڪاٺير جي حالت ۽ بيوقوفي لاءِ توهان کي

ترس ايندو هوندو. مگر منهنجا پيارو ٻڌوا اسين خود ٻه نه ان ڪانئير والگر ٿي آهيون. راجائن جي راجا پرمالما خبر نه آهي نه ڪهڙين ڳالهين ٿي خوش ٿي سواس روپي هي چندن سان پريل جهنگل اسان کي ڏنو آهي. اهو اسان خراب خواهش، نفرت، حقارت ۽ گناه جي اهه ۾ ساڙي ناس ڪري ڇڏيو آهي. ڪيترا نه هي قيمتي سواس آهن جي اسان اجايا وڃائي رهيا آهيون. اسان انهن کي سمجهوني نه آهي. اڙي ٻڌوا مهاراڻي وڪٽوريا جو جڏهن آخرين وقت آيو ۽ ڪابه اميد جي اميد ڪانه هيس تڏهن وڏا وڏا ڊاڪٽر گهرايا ويا ۽ ٻڌرائي ڪئي ويئي نه مهاراڻيءَ کي هڪ منٽ لاءِ وڌيڪ جيئرو رکو نه هڪ لک پائونڊ توهان کي ملندا. مگر ڪوئي هڪ منٽ ٻه کيس جيئرو رکي نه سگهيو. ڪيڏو نه قيمتي آهي هي سواس روپي چندن جي وڻن جو جهنگل، جنهن کي اسين ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جي آگ ۾ جلائي ڪوئلا ڪري رهيا آهيون. مگر جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو. هاڻي باقي چندن جا ٿورا وڻ وڃي بچيا آهن. عمر جا باقي ٿورا ورهيه وڃي رهيا آهن، يا ڪٿي ڇڏجي نه ٿورا مهينا. اچو ته نيڪ نيڪ طرح سان انهن جو استعمال ڪريون. ڪوشش ڪريو جيئن اسانجو لوڪ ۽ پرلوڪ ٻئي سڌرن. لوڪ ۽ پرلوڪ سڌارڻ جا ٻه ساڌن ٻه ٿي آهن. هڪڙو يگيه ۽ ٻيو گايتري..

## مگر اها گايتري ڇا آهي؟

توهان گايتري منتر جا ضرور ڄاڻو آهيو. اهو آرين ۽ هندن لئي ڪهڙو هوندو، جو گايتري منتر کان واقف نه هوندو؟ اهو منتر ته اسان جو وڏي ۾ وڏو خزانو آهي. ان ۾ اسان جي ساري سنسڪرتي، ساري سڀيتا ۽ سمورو ساهتيه، سموري دولت ۽ سمورو ڪرم سمايل آهي. ان ۾ ايشور جي استتي آهي، اپاسنا آهي ۽ پرارٿنا آهي. اهڙيءَ ريت اسان جي نرگن، رشين، منين مهاتمائن ۽ يوگين ۽ اسان جي گرن هن کي گرو منتر جو لقب ڏنو آهي مگر ڪهڙو آهي اهو منتر؟

سڀ کان پهرياٽين هن ۾ اوم آهي. ڀوءِ ڀوڙ، ڀوءِ، سوه. اوم خود هڪ منتر آهي. دنيا جو سڀ کان وڏو منتر. گايتري منتر کان به وڏو. برهما اوم جي وياکيا ڪندي چيو، اوم ۾ آ – او ۽ م ٽي اکر گڏ ويل. رگويد ۽ سام ويد جا پرتينڌي آهن. اُن (اوم) ۾ ٽنهي ويدن جو سار آهي. اهي ٽيئي اکر ڀور، ڀوه ۽ سوه جا پرتينڌي آهن. ڀور، ڀوه ۽ سوه جو ارٿ به هاڻي توهانکي ٻڌائيندس. اوم جي باري ۾ مان اڳتي ٻي جاءِ تي ٻڌائيندس سڀ ڪجهه. ان ۾ اچي ٿو وڃي. هن جي مهما جو انت ئي ڪونهي.

گايتري منتر جي شروع ۾ اهو اوم چوندا آهن. تنهن کان پوءِ چوندا آهن ڀور، ڀوه سوه. اهي ٽنهي لفظن جي باري ۾ اپنشدن چيو آهي- ”هي سڀئي شاسترن ۽ منترن جو سار آهي. جو پرجا پتيءَ ڪڍي اسان جي سامهون

رکيو آهي.” ڀور جو مطلب پراڻ ڏيڻ وارو، پراڻ آڌار آهي
پراڻ کان سواءِ ڪائي به چيز هن د ليا ۾ رهي نٿي سگهي
هلندڙ سائنس کي به آخر ۾ مڃڻو پيو ته هي سڄو سنسار
پراڻ سان ڀرپور آهي. پراڻ کانسواءِ ڪائي به چيز هتي
جڻ آهيٺي ڪانه. الڪري اسان جي ايشور ڀهريائين چيو،
”ڀور“ پراڻ جي ڏيڻ وارو، پراڻ جو آڌار. اهي ”ڀور،
ڀوءِ، سوءِ“ ٽيئي ڀڳوان جي ساراهه جا شبد آهن. اهي
ٻڌائين ٿا ته ايشور ڇا آهي. مگر ساراهه ڪرڻ جو مقصد
ڇا آهي؟ پتن ۽ ميراسين وانگر ايشور جا گڻ ڳائيندي
هڻ مان ته ڪوئي لاڀ ڀهچي نٿو سگهي. ايشور کي
ساراهه جي ضرورت ڪانهي. هو اساجي خوشامد جو بکيو
نه آهي. اسان جڏهن ڀڳوان جي ساراهه ڪريون ٿا،
اُستتي ڪريو ٿا ۽ خاص شبدن ۾ ڪريو ٿا ته انهيءَ لاءِ
ته انهن لفظن ۾ گڻن جو ورڻن ڪيو ويو آهي. ان جو
ڪجهه حصو اسان به پنهنجي اندر ۾ ڌارڻ ڪرڻ جي
ڪوشش ڪريون. اسين ايشور کي چئون ٿا پراڻ آڌار
پراڻن جي ڏيڻ وارو. انهيءَ مان فائدو تڏهن ٿيندو جڏهن
ڪ اسين خود به ڪنهن جا پراڻ آڌار بڻجون. جيڪڏهن
ڪنهن کي پراڻ ڏيئي نٿا سگهون ته ان جا پراڻ وٺون ته نه.
نيڪ آهي يا نه؟ اسين جو ايشور کي پراڻ آڌار چئي
سندس ساراهه ڪريون ٿا، تڏهن خود اسين پراڻين جا
پراڻ وٺندا رهون ته پوءِ انهيءَ ساراهه مان فائدو ڪهڙو؟
گايتري جي جپ جو مطلب اهو نه آهي ته اسين فقط ايشور

ڪي ڀاڳ آڌار ڇڏي ويهي رهون. مگر ان جو سچو مطلب
اهو به آهي ته اسين خود ڪڏهن به نه ڄاڻ نه ولون حصا
نه ڪراون. ٻيو شبد آهي "ڀوڳ"، ان جو مطلب آهي
دکن کي ناس ڪرڻ وارو.
"دک" نامر ڏکائيندڙ لفظ آهي. ان جي خيال
ايندي ئي دل ڏکي ٿي وڃي. اسين چاهيون ٿا ته
دک اسان وٽ اچي نه. مگر دک آهي ڇا؟ اچ مان ٻڌايان
ڪي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته دک ڪا ٻي چيز ناهي. اسان خود
انهيءَ کي پيدا ڪيو آهي. دک ٽن قسمن جا ٿيندا آهن.
هڪڙا اهي دک جن کي خود اسين پيدا ڪريون ٿا،
پنهنجي ڪرم سان ان کي جنم ڏيون ٿا. ٻيا اهي دک
جي نامڪن خواهش کي دل ۾ جاءِ ڏيڻ ڪري؛ انهن
خواهش جي پوري نه ٿيڻ ڪري ٿين ٿا. ٽيان دک جهڙڪي
اسان جي اڻڄاڻ ڪري ٿي پيدا ٿين ٿا؛ چوٿان اهي جي
سماج ڪري، ديش جي حالت ڪري؛ قدرت جي
ڪري پيدا ٿين ٿا. مهانگائي، بيڪاري، برسات نه پوڻ،
فساد ٿيڻ، جنگ لڳڻ، ڏڪر پوڻ. انهيءَ قسم جا دک
سماج، ديس ۽ پرڪرتيءَ جا دک آهن. انهيءَ ۾ اسانجو
ڪو ڏوهه ناهي ۽ نه ان تي اسان جو ڪو وس هلي ٿو.
باقي ٻنهي قسمن جا دک اسان جي ڪري ئي اسان کي
ڀوڳڻا پون ٿا. اسين خود انهن کي پيدا ڪريون ٿا، يعني
دک جي سنسار ۾ ملن ٿا انهن مان ٧٥ سيڪڙو اسين خود
پنهنجي لاءِ پاڻ پيدا ڪريون ٿا.

ٻيون قسم جي دکن مان هڪ دک شرير جو آهي اهو جسم سان تعلق رکي ٿو. اهو دک ٻنا سوچي سمجهي کائڻ پيئڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي ڪري ٿئي ٿو. اسان جي اڳيان ڪنهن هڪ ٿالهي رکي. اُن ۾ پٽاٽا، ڪچالو، ڀينڊيون، ٽوريون مٽر، گوبي، آچار، مربا، رائتو ۽ کيرڻي، بنگالي رس گلا ۽ چنڊو حلوائي جي مٺائي ۽ ٻيون ڪيتريون شيون ان ۾ پيل هجن. شاستر چوي ٿو ته کير ۽ ڏهي جيڪڏهن گڏ کائبا ته شرير ۾ بيماري پيدا ٿيندي. مگر اسين شاستر جي ڳالهه ڪٿا ٻڌون، ٻيو رڳو زبان جي ڳالهه ٻڌون ٿا. ڪيترن ماڻهن کي ته مون ائين چوندو ٻڌو آهي ته پيٽ ۾ هر چيز لاءِ جدا جدا خانا ٺهيل آهن. مگر پيٽ ۾ نه جدا جدا خانا آهن نه ڪوٺا. غلط چيزن کي اُتي ڪٺو ڪرڻ ۽ تمام گهڻي کائڻ سان ضرور ٿي گڙٻڙ ٿئي ٿي. اڄ رشوت سان ڪهڙائي ڪم ٿين ٿا. توهان کي ڪنهن جڳهه تي پنهنجو مال موڪلڻو آهي. اسٽيشن تي وڃو ٿا. مال گدام جو ڪلارڪ چوي ٿو صاحب! اسان وٽ توهان جي مال لاءِ اڄ گاڏو خالي ڪونهي. توهان منٿ ميڙ ڪريو ٿا، رشوت ڏيو ٿا. ڪڏهن ڪلارڪ لڏهن توهان جو سامان ڪٽي ٿو گاڏي ۾ ڀري. گاڏي ۾ بار وڌيڪ ٿئي ٿو ٽٽي ۽ گاڏو رستي ۾ پهچي ٿو ٽٽي يا ريل جي پٽي تان گاڏو لهي ٿو وڃي. اهڙي طرح ماڻهو گاڏيءَ جي بارئي ۾ رشوت کان ڪم وٺن ٿا. اهڙي ڇتا ۽ چٽڻيون، آچار ۽ مربا زبان کي رشوت

ڏيئي وڏا ڪمائون ٿا ۽ ٻين جي زور ڀرڻ لئي ڪائيندا
ٿا وڃن. مگر ڪڏهن ڪلارڪ نه رشوت وٺي توهان جو
مال اڳتي موڪلي سگهي ٿو. اهڙي طرح پيٽ جهڙو
گاڏيءَ جو به حادثو ٿئي ٿو ۽ پيٽ ۾ گڙٻڙ ۽ خرابي ٿئي
ٿي جا سڀني بيمارين جي جڙ آهي. اهڙي طرح شرير
جو دک اسين خود پيدا ڪريون ٿا ۽ نه ڪو شرير جو دک
مگر من جو دک به. اهو دک جنهن جو من سان ئي واسطو
آهي، اهو به خود اسين ٿا پيدا ڪريون. اسين خيال ٿا
ڪريون نه فلاڻو ماڻهو اسان جو دشمن آهي. پوءِ ان لئي
اسان کي غصو ٿو اچي ۽ ان کان نفرت ڪريون ٿا. خيال
ٿا ڪريون نه ان کي غصي ۽ نفرت سان ساڙي رک ڪري
ڇڏينداسون. اسان کي ان وقت اهو پتو نٿو پوي. نه اهو
جلندو يا نه، پر پنهنجي ڪاوڙ ۾ خود اسين پاڻ نه ضرور
جلون ٿا. اين لئي اڇلائڻ لاءِ ڪنب اسان پنهنجي هٿن ۾
کنئي آهي. اها اين لئي پوندي يا نه، پر اسان جا هٿ
نه ان ۾ ضرور گندا ٿيندا.

ڪيترا ماڻهو چون ٿا نه اسين ايئن ڪرڻ وهون ٿا پر
دل ئي نٿي لڳي. پر دل لڳندي ڪيئن؟ دل ۾ جو
توهان نفرت، حقارت، حسد بغض دشمنيءَ ۽ غصي جي
باهه ٻاري ڇڏي آهي، جائي واڻي پاڻ کي اشانت بنائي
رکيو آهي. پوءِ توهانکي شانتي ملندي ڪيئن؟ ڪڏهن
ڪنهن ٻئي، ڦلاءِ يا ٻڌيءَ ۾ ڪاوڙ پئجي نئون ڪري ڏسو.
جي پوندي، ئي پاڻيءَ ۾ لهرون پيدا ٿي وينديون ۽

ڦاسائي ويٺا آهيون. ڪٿي ته مرد يا ڪٿي ته استري؛
سان پيار لڳي ويو ته انهن کي سمجهه لڳي ته ان جو دک
منهنجو دک آهي. هن هن مٿي ۾ سور ٿئي ٿو ته رنڊس
مان. ان جي اکين ۾ سور پوندو ته واڪا ڪندس مان.
اهو ڀلا ڇاجي لاءِ؟

هڪ سچ جي مڪان کي باهه لڳي. مالڪ ان سان
گڏجي ويس. هو زار زار روئي رهيو هو. "هاءِ مان سڙي
ويس، مان مري ويس." مون اهي واڪا ٻڌي چيو ته
"اڙي! جي تون مري ويس ته هي ڳالهائي ڪير ٿو؟
ڇا تنهنجو پوٽو ٿو ڳالهائي؟ تون اها ڄاڻ ته ته آهين ڇا
جلي ويئي؟ جلي ويئي ته جلڻ ڏيس، تون ته ڪوله جليو
آهين؟" لوهاڻو چوندا ته آنند سوامي تون ته لڳي ويو آهين
ٿيو. اسان کي ورڻي اهي اُپديش ڪيڙا لو ڏين؟ اسين
جيڪڏهن موهه نه ڪريون ته پنهنجي سنڀال ڪيئن
ڪنداسين؟ انهن کي پالينداسين ڪيئن؟ ماءُ پنهنجي
سنڀال ۽ پالنا نه ڪري لاءِ ته ٿو چوان. انهن جي سنڀال
۽ پالنا ڀلي ڪريو. پر موهه ۾ ڦاسي نه ڪريو. ان کي فرض
سمجهي ڪريو. جيڪڏهن ۽ پيا پکي ۽ پنهنجن ٻچن جي
سنڀال ڪندا آهن ته ڇا اهي انهيءَ ڪري ڪندا آهن
ته اسين جڏهن ٻڍا ٿينداسين ته ٻچي اسان کي کارائيندا؟
لوهاڻ ته سوارٿ جي ڀاو نا ڇڏيو ته دکن جو ڦاس لڳي
ويندو. اڳين سال مان آريه سماج هنومان روڊ ۾ رهيل
هوس ڪو ماڻهو مون وٽ آيو ۽ اچي دکي آواز ۾ چوڻ

لڳو ته مان بلڪل ڏکي آهيان. مون سان گڏ جي پٽيل ٻنگر
هلو. مون ڪالتس پڇيو ته ڪهڙو ڏک اٿيئي. هن چيو مون
کي ٻه پٽ آهن، ٻئي ڪمائيندڙ آهن ۽ چڱن عهدن تي
آهن. مون کي اسہ ٣٠٠ رپيا پينشن ملندڙ آهي. مون
کين چيو ته اها ته ڏاڍي خوشيءَ جي ڳالهه آهي. الهيءَ
۾ ته ڪائي تڪليف جي ڳالهه آهيئي ڪانه. اهو ٻڌي
هو ڏاڍو روئڻ لڳو ۽ قميص مٿي ڪري پنهنجي ٻنهي
ڏيکاريائين ۽ رڙندي چيائين ته سواءِ جي هي ڏسو.
مون ڏٺو ته هن جي ٻنهيءَ تي ڏنڊن جا ڪيترا نشان هيا.
مون ڏکي ٿي هن کان پڇيو ته هي ڏنڊا توکي ڪنهن ڏنا
آهن؟ هن چيو، ”منهنجي پٽن. هر مهيني جڏهن منهنجي
پينشن ايندي آهي ته هڪ پٽ چوندو آهي ته سيئي
روپيا مون کي ڏي. ٻيو چوندو آهي ته مونکي ڏي.
مان چوندو آهيان ته هڪ سؤ روپيه هڪ کڻي ۽ هڪ
سؤ روپيه ٻيو. هڪ سؤ روپيه ته مون لاءِ به ڇڏيو. اهي
چون ٿا ته ٽيئي سو روپيه اسان کي ڏي. جي نٿو ڏيان
ته مون کي ماري بيهوش ڪري ٿا ڇڏين. ايشور
... رت مون سان گڏجي هلو ۽ هلي منهنجي پٽن کي
سمجهايو.“ مون چيو، ”هل، توسان مان گڏجي ٿو هلان.“
جڏهن هن جي گهر وڃي ڏٺم ته هڪ پٽ هڪ ڪوٺيءَ
۾ ڪرسيءَ تي سيٽيو وٺو آهي، ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ وري
... . الهن جو پڻ نگه مون کي ٺيڪ نه لڳو. تڏهن مون ان
... هوءَ کي مٿي ڪمري ۾ وٺي وڃي چيو، ”توکي

ڪيتري ٻنهن ملندڙ آهي؟" هن چيو، "٣٠٠ رپيه."
مون ڪيس چيو، "توهان ٻنهي هتي ڇو ٿا رهو؟ توهان ٻه
وڃي رهو. گهر ڪي ڇڏي ڏيو. ٻوءِ ساڳيا اهيئي ٻه
ٽڪنهنجي عزيت ڪندا، ٽڪهڻجا پير چمندا. مون کي ڏنو،
مون ٻنهنجو گهر ڇڏي ڏنو آهي ته منهنجا ٻه منهنجي
ٻنهان ڦرندا نا ولن. ڪر جوي لو ته "روپيا ولو" ته ڪو
چوي لو ته "هيءُ شيءِ ولو. منهنجي هرهڪ ٻه کي
چنتا آهي ته هو منهنجي لاءِ وڏيڪ ۾ وڏيڪ ڪجهه
ڪري. توهان مون سان گڏجي هل مان توکي ٻهو ان جو
رستو ڏيکاريان. هو گوئٺاليون ڪري ڇرڻ لڳو ته ڪيئن
وڃان؟ هن ٻنهن جو موه مون کي وڃڻ نٿو ڏئي. مون
ڪلي چيو ته تڏهن ٻيا مار کائيندو رهه! شڪايت ڇو ٿا
ڪرين؟ تو ٻنهنجو دک پاڻ پيدا ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح
ماڻهو موهه ۾ ڦاسي دک برداشت ڪن ٿا. مان اهين نٿو
چوان ته اولاد جي سنڀال ۽ پالنا نه ڪريو. ضرور ڪريو
مگر اهڙيءَ طرح ڪريو، جيئن اسڪول جا ماستر ۽ ڪاليج
جا پرنسپال ٻنهنجي ودياٿين جي ڪندا آهن. ايماندار
سان گرهست آشرم هلايو مگر موهه ۾ ڦاسي نه پئو. هاڻي
وقت پورو ٿي ويو آهي. الهيءَ ڪري اوم شريءَ

## ٽيون ڏينهن

پيارا ٻون ماتاؤن ۽ سڄڻو!

ڪاپتري مهتر جي ٻهراڻ ٽن شبدن جهڙڪي "وياهوڙيا!
چئجو، ٽو مان ٽهنجي ڳالهه ڪري رهيو هوس، "ٻور

مهرشي چرڪ پنهنجي آيُرويد ۾ صاف لکيو آهي ته
"شرير جي سڀني قسمن جون بيماريون، اسانجي بي عقليءَ
ڪري ئي پيدا ٿين ٿيون. اهڙيءَ طرح من جا دک به
اسين پاڻهي پنهنجي لاءِ پيدا ڪريون ٿا. اسانجي سامهون
جيڪي ڪجهه آهي انهيءَ کي اسين پنهنجو ٿا سمجهون-
جيتوڻيڪ انهيءَ مان ڪجهه به پنهنجو نه آهي. انهن سمجهڻ
ٿا وڃون ته چاهه مان آهيان، واپار مان آهيان، ڪٽنب مان
آهيان. ان ڀان ڪنهن کي به دک لڳي ٿو ته ان کي پنهنجو
دک ڪري ٿا سمجهون. ڪرتوِّيه جي ڀاونا سان جيڪڏهن
اسين ڪريون ته دک نه لڳي. مگر فرض جي ڀاونا سان
اسين ڪم ڪريون، ڪريون ٿا ته موهه جي ڀاونا سان. ڀوءِ
ڪام، ڪروڌ، ايرشا، دشمني وغيره سڀ جاڳي ٿا اٿن.
انهن جذبن ڪوٺن کي پنهنجي من ۾ پيدا ڪري، انهي
ڪنهن جو ڪجهه اسين بگاڙيون ٿا يا نه بگاڙيون پر پنهنجو
پاڻکي ته ضرور ساڙي ٿا ڇڏيون. گپ هٿ ۾ کڻون ٿا؛
انهيءَ لاءِ ته ڪنهن جي نون ۽ صفا ڏوڪل ڪپڙن کي
گندو ڪريون. ان جي ڪپڙن تي گپ پوي يا نه مگر
پنهنجا هٿ ته انهيءَ گپ ۾ ضرور غليظ ٿيندا. اها پنهنجي
پاڻ سان دشمني ڪرڻي نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ ٻيو من
جو دک انهن ماڻهن واسطي پيدا ٿئي ٿو جيڪي هر وقت
زندگيءَ جي گندي ۽ خراب روپ کي ڏسڻ کي پنهنجي
عادت بڻائي ڇڏين. سڀ ڪنهن ماڻهوءَ ۾ ۽ هر جڳهه
۾ سڀ انهيءَ برائي نظر اچي ٿي. اهڙن انسان کي

ڪائي خوبي ڪنهن ۾ نظر نٿي اچي. ٻيا جي اڇڻ ٿي
نه آهي ڏسندي ۽ الڪي ٻلائي ٿا چڙهن. جڻ سمجهن
ٿا نه ان جي ڪائي هستي نه آهي. اهڙن ماڻهن کان
جيڪڏهن ڪير پڇي ته آنند سوامي ڪهڙي قسم جو
آهي؟ ته چوندا، "ڇا آهي، آنند سوامي! ڏٺو اٿون!
سنياسي ٿيو ويٺو آهي تڏهن به اڃا تائين عينڪ پيو
پائي." (ڀڳت وارا زور سان کلڻ لڳا ۽ سوامي چوندو
رهيو) عينڪ پائڻ نه ڪو اوگڻ ڪونهي. مگر عيب
ڪيندڙ ماڻهن لاءِ ڇا چئجي- انهن کي آنند سوامي ۾
ڪائي چڱي ڳالهه ڏسڻ ۾ ڪانه آئي- فقط عينڪ ئي ئي
انهن کي نظر آيئي. اڙي ڀائي! ڪٿي سمجهو ته عينڪ پائڻ
اوگڻ آهي مگر ايترو ته ڏسو نه ويچاري آنند سوامي ۾
۾ ڪائي چڱي ڳالهه به آهي ڪين اصل نه.

اڄهو ڪجهه ڏينهن اڳ پرياگ الد ۾ ڪنڀ جو ميلو لڳو.
اٽڪل اٺ لک آدم اچي ڪٺو ٿيو. انتظام رکندڙن لکين
روپيه انهن جي آرام لاءِ خرچ ڪيا. نڪا ڪا بيماري
پکڙي، نه وبا ڦهلي ۽ نڪا باهه لڳي. پنجاهه لک ماڻهو اچي
ڪنڀ تي مڙيا. اتي ڪيترا وڏا يگيه ٿيا. مون ڏٺو
ته جڳهه جڳهه تي يگيه ٿي رهيا هئا. وڏا وڏا مهاتمائون ۽
اوچ ڪوٽيءَ جا سادو امرت روپي اپديش ڏيئي رهيا
هئا. تنهن کان سواءِ گيتا رکشا جو تمام وڏو سميلن ٿيو.
جنهن جهڙو اڄ تائين ڪڏهن ڪونه ٿيو آهي- گيتا ڀڳتيءَ
تي جڻ هڪ ڌارا وهي رهي هئي. ايڏو پرچار ٿيو

ٽلاءِ هو. ڳانءِ ان جي ڪناري تي گهمڻ لڳي. مان ٻڌايان
ٿي ۽ گهمڻ لڳس. ٿوري دير کان پوءِ ڳانءِ کي وٺڻ
وڃان ته ڏٺر ته سنڌس ٿڻن کي ٥-٦ ڪاريون جيئرون
چنبڙيون پيئون هيون. تمام ٿلهيون ٿي پيئون هيون. مان
گهٻرائجي ويس ته پٺاءون کي مارڻ واٺين رڙندو رڙندو
پتاجيءَ وٽ ويس. ان مون کان پڇيو ڇو ٿو رڙين؟ مون
ٻڌايو ته جيئرون ڳانءِ جو سمورو کير پي ويئون آهن، هاڻي
ڳئو کير ڪا ڏيندي. پتاجي کلي چيو ته، خيال نه ڪر،
اهي جيئرون کير نه پينديون آهن، هي پينديون آهن
خون: هاءِ ڙي بد نصيبي! کير جهڙي امرت کي ڇڏي،
اڀاڳي جيئر فقط خون ٿي چوسي. مگر رڳي جيئر ئي بد
نصيب نه آهي. اهو آدمي به بد نصيب آهي، جو فقط
ٻين جون براون ٿو ڏسي ۽ فقط براين جون ڳالهيون ٿو
ڪري. ڳانءِ جي پياري وڇڙي والنگر، امرت جي پاسي،
ٿڃن ۾ جيئر کي امرت اڻو ملي. ڪين فقط گندو خون
مليو. اهڙن ماڻهن کي چوان ٿو ته پنهنجي واسطي تون
بد نصيبي پيدا نه ڪر. وڇڙو ٿي، جيئر ٿي نه ٿيءُ. امرت
جهڙو کير پيءُ، خون نه چوس، اهڙي طرح انسان پنهنجي
واسطي پاڻ دک ٿا پيدا ڪريون. ايشور کي اسين "پوءِ"
چئون ٿا. يعني دک ناشڪ چئون ٿا. خود انسان کي به
دک ناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي. ٻين جي
جي واسطي خواه مخواه دک نه پيدا ڪندا رهون. پنهنجي
قسم جا پنهنجا پيدا ڪيل دک اهي آهن، جنهن کي اسين

اجائين ٻورين نه ڪرڻ سان پيدا ڪريون ٿا.

شيخ چليءَ بازار مان لنگهندو ڏٺي وارو. ڪنهن هن کي گيهه جو دٻو مٿي تي کڻايو. هو سوچڻ لڳو ته هن مان جيڪا مزوري ملندي تنهن مان ٻڪريون خريد ڪندس. ان مان جيڪي پئسا ملندا انهن مان وڌيڪ واپار ڪندس. اهڙو خيال ڪندي، اوچتو ٿاٻو اچي وڃس ۽ گيهه جو مٽڪو ڪري پيو. مالڪ ڪاوڙجي چوڻ لڳو اڙي ستياناس لٿئي تو منهنجي مٽڪي ڀڃي ڇڏي. شيخ چليءَ مٿي تي هٿ هڻي چوڻ لڳو ته تون پنهنجي مٽڪيءَ کي ٿو روئين. منهنجو ته ٺهيو ٺڪيو محلات ئي ڊهي پيو. اهڙي شيخ چليءَ وانگر اسان به ڪيترا ئي ٻورا ٻوريون ٿا ته ٿيندوءَ اجائي ڪي من ۾ جاڳايون ٿا. جڏهن اهي اجايون ٻوراون لٿيون ٿيون تڏهن پوءِ روئون ۽ رڙيون ٿا. انهيءَ لاءِ شاسترن چيو آهي - واجبي ڪاءِ، مناسب ورتاءُ ڪر، مناسب ڪوشش ڪر ۽ مناسب ڪرم ڪر. مناسب ڪوشش ڇا آهي؟ اها ڪوشش ڪر جا پوري ٿي سگهي. ناممڪن ڳالهه ۾ اڃ ليٽي چيشٽا نه ڪر. جيڪڏهن تو وٽ اڍائي هٿ چادر آهي ته ساڍن ٽن هٿن جيڏا پير نه پسار. اڇا ڪر، ڪرم به ڪر. پر اڇا اها ڪر، جيڪا تنهنجي شڪتيءَ اندر هجي. پنهنجي شڪتيءَ کان جا ڳالهه ٻاهر آهي، ان جي اڇا ڪندين ته ان جو نتيجو ڏک ٿيندو. اهڙيءَ طرح پنهنجن ڏکن جو ٧٥ سيڪڙو ڏک اسين پنهنجو پاڻ ٿا پيدا ڪريون. پنهنجي لاءِ پاڻ پيدا ڪيل ڏکن جو آڪران

ٻوڙو اهو آهي، جو ايمان ڪرڻ سان پيدا ٿيئو. يعني اڄايو ايمان ۽ ڏک جو پيدا ڪندڙ آهي. انهيءَ لاءِ هڪڙي ڪويءَ چيو هو.

”ليبي ڪو هري رام هئه - ديني ڪو ڪڇ دان،
تارڻ ڪو هئه نمرتا - ٻوبن ڪو ايمان.“

انهيءَ ايمان جي ڪري، راوڻ جهڙو مها ٻلي مارئو ويو. راوڻ معمولي ماڻهو نه هو. جنهن وقت جو پنڊت هو. لوڪ هن کان وڌيڪ ڄاڻو پڇاڻي وڌيڪ هئا. پنهنجي زماني جو سڀ کان وڏو ڌني ۽ سڀ کان وڌيڪ راجائن جو راجا هو. مگر ان جي گيان ۽ بهادريءَ کي ايمان جو گرهڻ لڳي ويو. ان جو سک پنهنجي ڪارڻ ئي ڏک ۾ بدلجي ويو. مگر اهو سک ۽ ڏک آهي ڇا؟ ڪيترا پيرا هن ڳالهه کي نه سمجهڻ ڪري ۾ ڏک ٿيئو. اهو ڪيئن ٿو ٿئي، مان ٻڌايان ٿو.

سک ۽ ڏک در حقيقت ڪنهن به وستوءَ جو ناالو نه آهي، ڪنهن به حالت جو نالو نه آهي، مگر پنهنجي فقط ڌار جو. جهڙي درشٽي آهڙي سرشٽي. هڪ ئي وستوءَ يا حالت ڪري هڪ ماڻهو سکي ٿي ٿو سگهي، ٻيو ٻيو ماڻهو ڏکي ٿي سگهيٿو.

هڪ سيٺ صاحب هو، ڪيترن ئي ماڻهن تي ڪيترائي مقدما داخل ڪيا هوائين. ڪنهن به مقدمي جي جيت ٿيندي هئس ته خوش ٿيندو هو پر جڏهن هار ٿيندي هيس ته ڏک جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويندو هو. هڪ ڏينهن

هو پالڪيءَ ۾ ڪچهريءَ ڏانهن وڃي رهيو هو. اُنهيءَ
پالڪيءَ کي چئن ڪهارن ڪلهي تي کنيو هو. سيٺ
صاحب ڏو ٿلهو، سو ڪهارن کان پگهر وهي رهيو هو ۽
ڏڪي رهيا هئا، مگر جيئن جيئن ڪچهري ويجهي پئي
آئي، تيئن تيئن ڪهار ڏکي ٿيندي ۽ ٿڪي ٿي رهيا
هئا؛ ان لاءِ ته ٿوريءَ دير کان پوءِ سندن ڪلهن کان هيءَ
بار لهندو. مگر پالڪيءَ جي اندر ويٺل سيٺ صاحب
جئن ڪچهريءَ کي ويجهو پئو وڃي، تيئن سندس طبيعت
غمگين ۽ ڳوڙها جي ساگر ۾ ٻڏندي پئي وڃي. ۽ دل تي ڏل
۾ پڇندو ته حاڪم اڄ فيصلو ڪندو. پتو نه آهي ڪهڙو
فيصلو ڪندو ۽ اهو به پتو نه آهي ته مونکي ڪيترا پئسا
مارجي ويندا؟ جي سمورا مارجي ويا ته وڏو الزام ليندو.
هاڻي وقت ويجهو اچي ويو آهي. بار کڻندڙ ڪهار اهو
سوچي رهيا هئا ته هاڻي جلد اسين سکي ٿينداسين، پر
پالڪيءَ ۾ ويٺل سيٺ جي پئو وڌندڙ ڏکي ٿيندو.
ڏاڍو، ساڳي هڪ آهي پر ان ۾ هڪڙو پاڻ کي سکي پئو
سمجهي ۽ ٻيو وري پاڻ کي ڏکي پئو سمجهي، بيکر ۽
ڏک، اصل ڪنهن ۾ حالت جو نالو ئي آهي، صرف ڏسڻ
نظر جو نالو آهي. پنهنجو نظر بدلائڻ ته گهڻا ڏک سکن
۾ بدلجي ويندا.

يوگ ۽ سانکيه درشن جي مهرشين ٽن قسمن جي ڏکن
جو ذڪر آهي. (١) پرڻام ڏک يعني سکن جي
پيدا ٿيڻ وارو ڏک، (٢) تاپ ڏک يعني اهو

ڏک جو سوچڻ سان پيدا ٿئي ٿو (٣) سنسڪار ڏک يعني اهو ڏک جو پوئين ڏکن جي ياد ڪرڻ سان جنم ٿو وٺي.

ٽيئين قسم جي ڏکن مان هڪ ڏک آهي جواني جو پيري ۾ بدلجڻ. ڪو چاهي نه چاهي پر جواني کي پيري ۾ بدلجڻو ته ضرور آهي ۽ جي زندگي ختم نه ته ضرور ٿيندي.

ايشور جي امر ڪونا رگ ويد جي ٽئين منڊل جي ٽئين سوڪت جي ٧١ منتر جي ١٠ رچا ۾ جيڪي لکيل آهي سو مان توهان کي ٻڌايان ٿو. ڏسو ان ۾ جواني ۽ پيري جي، زندگي ۽ موت جي تصوير چٽيل آهي. اهڙي ڪان وڌيڪ ڪونا پري شاعرائي تصوير ته توهان ڪڏهن ڏٺي هوندي؟ ان ويد منتر جو ڀاؤ ارٿ ٻڌو.

”جڏهن آڪاش ۾ امڙ گهٽا ۽ گهوگهه بادل ڇانئجي ٿا وڃن، جڏهن اهي پاڻي سان ڀرپور ٿي ٿا وڃن تڏهن جهڪ ڪري بوند ٿي برسات پوڻ لڳي ٿي. آخر برسات ختم ٿي وڃي ٿي. آسمان صاف ٿي ٿو وڃي. اهڙي طرح پيارو آڪاس ۾ ڦهليل بادلن جي روپ ۾ جواني کي ناس ڪري ٿو ڇڏي.“ زندگي جو هڪ هڪ سواس بوند بوند ٿي برسات وانگر وسي ٿو ۽ هڪ ڏينهن اچي ٿو جڏهن زندگي جا بادل ختم ٿي ٿا وڃن. آسمان صاف ٿي ٿو وڃي. جواني جي بادلن جون گهنگهور گهٽائون جهڪيون ٿي ٿيون وڃن. موت اچي ٿو سڏي. مهڙ

ٻاڦرو، ٻترو ۽ مٺيڻا ٻالڪو! آسمان صاف ٿي ويو، جيئن
اڳيءَ لاءِ شاعر چوي ٿو:-

"ها وڃي وري نه ٿي موٽي - اها حوالي ڏکن،
جو اچي موٽي ٿو - اهو ٻاٻو ڏکن."

اهڙي طرح ٿيڻ جي، لبدليءَ جو هي دک ٿيو،
ٻوڙ ڪيڙا آهستي آهستي ميرا ٿي رهيا آهن. آهر هڪ
ڏينهن اهي ڪيڙا آهي جڏهن اهي ٻڇليءَ جي ناڙ هيٺ
ٻتڙيءَ ۾ وڌي اٿون؛ آهستي آهستي اها ختم ٿي رهي
آهي. هڪ ڏينهن اها ڪڍي ٿي ڪيي. اهڙي طرح
لڳاتار ٿيندڙ لبدليءَ سان جيڪو دک پيدا ٿيو، الڪي
ٻرهام دک ڇڪجيتو. اهڙيءَ طرح تاپ دک، سوچڻ سان
پيدا ٿيو. اهو چنتا جي ڪري ٿيتو. هڪ ڇگو ڀلو ماڻهو
آهي، ٿيو ۾ هر طرح جا سک آهن، ڌن آهن، دولت آهن
ٻرٻار آهن، مگر هر وقت اهائي چنتا لڳي پيئي آهي نه
پتو نه آهي نه اهو سک رهندو الائي نه. پتو نه آهي نه
اڳيءَ سک جو حالو الائي ڪڏهن ٿيندو. اها چنتا چڱي
سک کي به دک ۾ تبديل ڪري ٿي ڇڏي.

سنڪار دک اهو آهي جو گذريل دک کي ياد ڪرڻ
سان پيدا ٿيتو. موت کي فقط بيماري ٿي هئي، موت
ٿي فقط ڏوهه مڙهيو ويو هو، موت کي فقط جڳهه ٿي
ڇوت لڳي هئي. اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ويچاري ڪيترا
ڀيرا ڪرڻ مضرڻ دکي ٿيندا.

مگر ٻوڌ ۽ سانکيه درشن ۾ ٽنهي قسم جا هي دک

پڌايا ويا آهن، انهن مان هڪ ڪان سواءِ باقي ٻه اسين خود
پيدا ڪيا ڪريون ٿا؟ پرماتما سان، تبديلي ڪري ٿيڻ
وارن دکن کي انسان جو وس نه آهي. باقي ٻه دک نه
انسان جي وس ۾ آهن. پوءِ ڇو انسان پنهنجي زندگيءَ کي
ويسال بڻائي ڇڏيو آهي؟ توهان ڇو لڏا نه چڱو آلند
سوامي پوئين ان قسمن جي دکن کي نه ڪٽي ڇڏيو.
باقي ٽئين قسم جو نه دک ٿيندو. انهيءَ دک کان ڇوٽڪارو
ڪيئن پايون؟

پڌ و، پنهنجون مالڪون ۽ پانڌروا پرماتما دنيا ۾ ٺهيلو
ٺي آهي. پوءِ ان جي ڪري دکي ڇو ٿيجي؟ جيڪي
بڻيو آهي سو ضرور ناس ٿيندو، توهان جي دکي ٿيڻ ۽
چنتا ڪرڻ سان اهو بچندو ڪونه. ڪيترا لوڪ حيرت
۾ اچي پڇن ٿا نه دنيا جي اهڙي آهي نه ايشور ان کي
ائين بڻايو ڇو؟

پڌ و! ويد ڀڳوان جي حوالي سان انهيءَ سوال جو جواب
مان توهان کي ڏيان ٿو. اچ ڪالهوءِ جيڪي ڏهن ڪو پڇي
نه ايشور دنيا کي ڇو بڻايو نه انهن کي ويد جا هيءَ شبد
پڌايو (अथर्व १२. ५. १) ”श्रमेण तपसा सृष्टा“ ”ايشور دنيا
انهيءَ لاءِ بڻائي نه انسان محنت ڪري سگهي ۽ ڌرم
جي مارگ تي هلي سگهي.“ مگر انهيءَ سان گڏ ويد ۾
ڀڳوان چيو نه محنت ۽ تپ جي مارگ تي هلندڙ انسان
لڀي، ڪلي ۽ خوش رهي. پرسن رهڻ واسطي جو ويد ۾
شبد آيو آهي، سو حڪم طور چيل آهي. ان شبد جي

پاڙون، پتو ۽ مهيجا پاڪڙا! آسمان صاف ٿي ويو هو ۽
اهوءَ لاءِ شاعر چوي ٿو—

"جا وڃي وري نه ٿي موٽي - اها جواني ڏٺم،
جو اچي موٽي ٿو - اهو پڙهاپو ڏٺم."

اهڙي طرح ٿيندي ويو، ٿيندي ويو؛ جو هي دک ٿيندو، اوان ڪيڙا آهستي آهستي ميرا ٿي رهيا آهن. آخر هڪ ڏينهن آهي ڪيڙا لاهي ڇڏيا آهن. ڄاڻي جي تاريخ ٿيندي پتريءَ ۾ وڌي اٿون؛ آهستي آهستي اها عمر ٿي رهي آهي. هڪ ڏينهن اها ڪندي ٿي ڪبي. اهڙي طرح لڳاتار نهيڙ تبديليءَ سان جيڪو دک پيدا ٿيندو، الڪي پورٽيم دک چئبو. اهڙيءَ طرح تاپ دک سوچڻ سان پيدا ٿيندو. اهو چنتا جي ڪري ٿيندو. هڪ چڱو ڀلو ماڻهو آهي، تنهن ۾ هر طرح جا سک آهن، ڌن آهن، دولت آهن، پريوار آهن، مگر هو دولت اهاڻي چنتا لڳي پئي آهي ته متان نه آهي نه اهو سک رهندو الائي نه. متان نه آهي نه اهوءَ سک جو ڪاهو الائي ڪڏهن ٿيندو. اها چنتا چڱي سک کي به دک ۾ تبديل ڪري ٿي ڇڏي.

سنسڪار دک اهو آهي جو گذريل دکن کي ياد ڪرڻ سان پيدا ٿيندو. ڪن کي ڪالهه بيماري ٿي هئي، ڪن تي ڪالهه ڏوهه مڙهيو ويو هو، ڪن کي ڪالهه جڳهه تي چوٽ لڳي هئي. اهڙن اهڙن ڳالهين واڳاري ڪيترا لوڪ خواه مخواه دکي ٿيندا.

مگر پوءِ سالڪ، درشن ۾ ٽنهي قسمن جا جه دک

ٻڌايا ويا آهن، انهن مان هڪ ڪان سواءِ باقي ٻه اسين خود
پيدا ڪيا ڪريون ٿا؟ پرمٽام سان، ٻڌ ٻليءَ ڪري ٿيندا
وارن دکن کي انسان جو وس نه آهي. باقي ٻه دک نه
انسان جي وس ۾ آهن. ٻوءِ ڇو انسان ٻمهجي والديءَ کي
وسال ٻڻائي ڇڏيو اهي؟ توهان ڇولدا نه ڇگو آلبد
سوامي ٻوءِ ان قسمن جي دکن کي نه ڪٽي ڇڏيو.
باقي ٽئين قسم جو نه دک ٽئيندو. انهيءَ دک کان ڇوٽڪارو
ڪيئن پايون؟

ٻڌو، مهجون مالاون ۽ ڀائرو! پرمٽام دليا ۾ ٿيڻو
ني آهي. ٻوءِ ان جي ڪري دکي ڇو اچي؟ جيڪي
ڪيو آهي سو ضرور ناس ٿيندو. توهان جي دکي تيڻ ۽
چنتا ڪرڻ سان اهو اچندو ڪونه. ڪيترا لوڪ ڪهرڪه
۾ اچي پهن ٿا نه دليا جي اهڙي آهي نه ايشور ان کي
ائين ٻڻايو ڇو؟

ٻڌو! ويد ڀڳوان جي حوالي سان انهيءَ سوال جو جواب
مان توهان کي ڏيان ٿو. اڄ ڪالهه جڪڏهن ڪو پڇي
نه ايشور دليا کي ڇو ٻڻايو نه انهن کي ويد جا هيءَ شبد
ٻڌايو (अथर्व १२. ५. १) "श्रमेण तपसा सृष्टा" "ايشور دليا
انهيءَ لاءِ ٻڻائي نه انسان محنت ڪري سگهي ۽ ڌرم
جي مارگ تي هلي سگهي." مگر انهيءَ ساڻ رگ ويد ۾
ڀڳوان چيو نه محنت ۽ تپ جي مارگ تي هلندڙ انسان
لاءِ، ڪلي ۽ خوش رهي. ٻوسن رهڻ واسطي جو ويد ۾
شبد آيو آهي، سو ڪرم طور ڇهل آهي. ان شبد جي

وسيلي ايشور ۽ لفظ رستو ٿو ٻڌائي ۽ ڪڙ ٿو ڏئي ته
لڳو، ڪلو ۽ برسن رهو. مگر توهان چولدا ته هيءَ وڏي
فلاسافيءَ جي ڳالهه آهي. ڪوڻ سڌي ۽ سولي سمجهه
واري ڳالهه ڪر. اهو ٻڌاءِ ته دک ۽ سک ڇا آهي؟ ته ٻڌا
هي ٻڌو. سڌي عام ڳالهه اها آهي ته الدوين جو ترٻنڌ
رهڻ ۾ ئي سک آهي. انهن جي منتشت ۾ رهڻ يعني
ترٻنڌ ۾ لڳڻ آهي دک.

دک ۽ سک ٻئي پاشا سنسڪرت جا لفظ آهن. "س"
جو مطلب آهي چڱو ۽ "د" جو مطلب آهي برو. "ک"
چولدا آهن الدوين کي. سک جو مطلب آهي چڱيون الدوين
۽ دک جو مطلب آهي بريون الدوين. جي الدوين کي
وس ڪريو ته دک ٿيندو ئي ڇو؟ وري هڪ ئي
ڳالهه مان توهان جي من ۾ وهارڻ جي ڪوشش ڪري
رهيو آهيان ته جنهن کي توهان دک سمجهي ويٺا آهيو
اهو حقيقت ۾ دک آهي ئي ڪونه. پنهنجي دک کي توهان
پاڻ ئي پيدا ڪريو. اهين ڪرڻ بند ڪريو ته ٧٠ سيڪڙو
دکن جو انت خود ۾ خود ٿي ويندو.

ڪيترا ماڻهو موت وٽ اچن ٿا ۽ چون ٿا ته اسان جو
من اچي ڪرڻ چاهي ٿو ۽ اهو ۾ مجهن ٿا ته پڇي ڪرڻ
سان الله پيدا ٿيندو، پر ڇا ڪريون؟ اچي ڪرڻ وهون
ٿا ته من ئي ٿو لڳي. اڙي پورڙا! من ڪيئن لڳندو؟ توهان
خود ئي ته ان جي اندر حسد، بغض ۽ لالچ جهڙي باهه
ٻاري رکي آهي. انهيءَ باهه کي وسائي ختم ڪريو ته ا

جيسين اها نفرت تنهنجي دل ۾ رهندي، تيسين تنهنجي
من کي شانتي نہ ملندي. جيئن ٻڄن ۾ جيءَ لڳائڻ لڳو
چاهين تہ وڃ. پهرين ان ماڻهوءَ کان وڃي معافي وٺ ۽
انهيءَ نفرت کي ڇڏي ڏي، جا تنهنجي من ۾ گهر ڪري
ويهي رهي آهي." مون انهي آواز کي ٻڌو ۽ اشاريءَ
جو سبب زنده روپ ۾ منهنجي سامهون اچي بيٺو. مون
يڪدم انهي بسترو گول ڪيو ۽ لاهور لاءِ تيار ٿيس. گهر
آيس تہ گهر وارا حيران ٿي ويا تہ هيءُ ايترو جلدي
ڪيئن هليو آيو؟ مگر مون ڪنهن سان بہ ڪا ڳالهہ ڪانہ
ڪئي. سامان گهر ۾ ڇڏي سڌو انهيءَ سيٺ وٽ ويس.
هتي مان هن جو نالو نٿو ٻڌايان. سندس گهر وڃي ڪيس
سڏ ڪيم. هو آواز ٻڌي ٻاهر آيو ۽ حيران ٿي چوڻ لڳو.
"لوهاڻا!" مون پنهنجي پڳڙي لاهي هن جي پيرن تي
ڪٽي رکي ۽ چيم. "مان توهان کان معافي وٺڻ آيو آهيان،
مون کي معافي ڏيئي ڇڏيو." هو حيران ٿي ويو تہ هيءُ
کي ڇا ٿي ويو آهي! مون ڪيس چيو. "عجب ۾ نہ پئو.
مان جهنگل ۾ ايڪانت واس لاءِ ويو هوس. اتي منهنجي
دل جو آواز آيو ۽ آءٌ آلم ڇتن ڇڏي سڌو تو وٽ آيو
آهيان. جيستائين مون معاف نہ ڪندين تہ منهنجي من کي
شانتي نہ ملندي." اهو ٻڌي هن جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي
آيو ۽ مون کي ڀاڪر پائي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايائين.
هو بہ روئڻ لڳو ۽ مان بہ روئڻ لڳس. انهيءَ رنگ شان
ـــ جي باهہ وسامي ويئي. مان واپس جهنگل ۾ آ

جڏهن پڇڻ ڪرڻ وينس ته دل ۾ ايتري شانتي هئي
پڇڻ ۾ دل نه لڳي اهڙي ڳالهه، وري ڪڏهن به نه ٿي
گهڻن ڏينهن جي ڳالهه آهي. مٿرا ۾ راج بابو نالي
هڪ سيٺ رهندو هو. ڌرم ۾ هن جي تمام چڱي رچي
هئي. ڪيترا مندر هن ٺهرايا هئا ۽ هڪ پاٺشالا به ٺهرائي
هئي، جنهن ۾ هڪ ودوان سنياسي پڙهائيندو هو. راج
بابوءَ جو هڪ ٻئي سيٺ لڇميچند سان جهيڙو هو،
جو زمين جي باري ۾ هو. جهيڙي وڌندي وڌندي
ڪيس وڃي ڪورٽ ۾ پهتو. مقدمو هارڻ لڳو ۽ اهو
مقدمو گهڻين سال هلندو رهيو. راج بابو اهو مقدمو به
لڙندو رهيو ۽ ڌرم جو ڪم به ڪندو رهيو. سندس
جوڙايل پاٺشالا ۾ هر روز رات جو ڪٿا ٿيندي هئي ۽ راج
بابو هر روز اها ڪٿا ٻڌڻ ويندو هو. ڪٿا ٻڌندي ٻڌندي
ان ايا نان وراڳ اچي ويس. پنهنجي گروءَ کان پڇي پاٺشالا
۾ رهڻ لڳو. هڪ ڪمري ۾ ٻيو هوندو هو. گهڻان کاڌو
ايندو هوس، جو کائيندو هو ۽ ٻيو جواب ڇپيندو هو.
گهڻائي ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن پنهنجي گروءَ
کي چيائين: "جي توهان ڪرپا ڪريو ته مان سنياس
وٺان." گروءَ چيو: "راج بابو! اڃا تون سنياس جي لائق
نه ٿيو آهين." راج بابوءَ خيال ڪيو ته مان گهر ۾ نه ڪوڙ
ويندو آهيان؛ مگر منهنجي روٽي گهران ايندي آهي.
اڳتي گهران روٽي نه گهرائيندس. هتي هڪ نوڪر رکندس،
اهو رسوئي ڪري ڏيندو. پوءِ اُٽين کائيندس. ٿوري ڏينهن—

جيسين اها ڪڙت تنهنجي دل ۾ رهندي، تيسين تنهنجي
من کي شانتي نه ملندي. جي ٻين ۾ جيءُ لڳائڻ لـو
چاهين ٿو ته وڃ. ٻورڙن ان ماڻهوءَ کان وڃي معافي وٺ ۽
انهيءَ ڪڙت کي ڇڏي ڏي، جا تنهنجي من ۾ گهر ڪري
ويهي رهي آهي." مون انهيءَ آواز کي ٻڌو ۽ اشانتيءَ
جو سبب زنده روپ ۾ منهنجي سامهون اچي بيٺو. مون
ڪڏهن ٻيهر گول ڪيو ۽ لاهور لاءِ تيار ٿيس. گهر
آيس ته گهر وارا حيران ٿي ويا ته هيءُ ايترو جلدي
ڪيئن هليو آيو؟ مگر مون ڪنهن سان به ڪا ڳالهه ڪان
ڪئي. سامان گهر ۾ ڇڏي سڌو انهيءَ سيٺ وٽ ويس.
هتي مان هن جو نالو نٿو ٻڌايان. سندس گهر وڃي کيس
سڏ ڪيم. هو آواز ٻڌي ٻاهر آيو ۽ حيران ٿي چوڻ لڳو،
"لوهاڻا!" مون پنهنجي پڳڙي لاهي هن جي پيرن تي
رکي ۽ چيم. "مان لوهاڻا کان معافي وٺڻ آيو آهيان،
مون کي معافي ڏيڻي پوندي." هو حيران ٿي ويو ته هيءُ
کي ڇا ٿي ويو آهي! مون کيس چيو. "عجب ۾ نه پئو.
مان جهنگل ۾ اڪيلو واس لاءِ ويو هوس. اتي منهنجي
دل جو آواز آيو ۽ آءٌ اتر جيتن ڇڏي سڌو تو وٽ آيو
آهيان. جي تون معاف نه ڪندين ته منهنجي من کي
شانتي نه ملندي." اهو ٻڌي هن جي اکين ۾ پاڻي اچي
آيو ۽ مون کي ڀاڪر پائي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايائين.
هو به روئڻ لڳو ۽ مان به روئڻ لڳس. انهيءَ ريت سان
ڪڙت جي باهه وسامي ويئي. مان واپس جهنگل ۾ آيس.

جڏهن پڄڻ ڪرڻ وينس ته دل ۾ ايڏي شانتي هئي
پڄڻ ۾ دل نه لڳي اهڙي ڳالهه وري ڪڏهن به نه ٿي
گهڻن ڏينهن جي ڳالهه آهي. متراءِ راج بابو لالي
هڪ سيٺ رهندو هو. ڌرم ۾ هن جي تمام چڱي رچي
هئي. ڪيترا مندر هن ٺهرايا هئا ۽ هڪ پاٺشالا به ٺهرائي
هئي، جنهن ۾ هڪ ودوان سنياسي پڙهائيندو هو. راج
بابوءَ جو هڪ ٻئي سيٺ لڪشميچند سان جهڳڙو هو،
جو زمين جي باري ۾ هو. جهيڙي وڌندي وڌندي
ڪيس وڃي ڪورٽ ۾ پهتو. مقدمو هلڻ لڳو ۽ اهو
مقدمو ڪيترين سال هلندو رهيو. راج بابو اهو مقدمو ته
لڙندو رهيو ۽ ڌرم جو ڪم به ڪندو رهيو. سندس
جوڙايل پاٺشالا ۾ هر روز رات جو ڪٿا ٿيندي هئي ۽ راج
بابو هر روز اها ڪٿا ٻڌڻ ويندو هو. ڪٿا ٻڌندي ٻڌندي
دنيا کان ويراڳ اچي ويس. پنهنجي گروءَ کان پڇي پاٺشالا
۾ رهڻ لڳو. هڪ ڪمري ۾ پيو هوندو هو. گهران کاڌو
ايندو هوس، جو کائيندو هو ۽ پيو جاپ جپيندو هو.
گهڻئي ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن پنهنجي گروءَ
کي چيائين. "جي توهان ڪرپا ڪريو ته مان سنياس
وٺان." گروءَ چيو. "راج بابو! اڃا توهان سنياس جي لائق
نه ٿيا آهيو." راج بابوءَ خيال ڪيو ته مان گهر ته ڪو نه
ويندو آهيان، مگر منهنجي روٽي گهران ايندي آهي.
ٻيتي گهران روٽي نه گهرائيندس. هتي هڪ نوڪر رکندس،
جو رسوئي ڪري ڏيندو. پوءِ انهن ڪيائين. توڙي ڏينهن

ڪان پوءِ اهو خيال ڪيائين تہ هاڻي منهنجو گهر سان ڪو بہ واسطو ڪونهي. گروءَ کي چيائين. "گرو مهراج! هاڻي رڳي مان سنياس وٺان تہ ٺيڪ ٿيندو؟" گروءَ چيو. "نہ اڃا وقت نہ آيو آهي." راج ٻاٻوءَ سوچيو تہ مان اڃا لوڪر ڪان روني ٻيو تہ ڪرايان، اهڙيءَ ڪري شايد گرو آکيا نٿو ڏئي. هاڻي اهو بہ ڇڏيندس ۽ ٻيک ٻئي گذارو ڪندس. آرام جون سڀ شيون ترڪ ڪندس. ائين ڪيائين. صبح جو شهر مان وڃي اڪيلو وٺي ايندو هو. پوءِ سڄو وقت الله چنتن ۾ مصروف ٿي رهندو هو. ڇگو وقت گذري ويو. وري پنهنجي گروءَ کي پرارٿنا ڪيائين. "گرو مهراج! مون کي سنياس ڏيو." گروءَ خوشي چيو. "اڃا نہ راج ٻاٻو!" راج ٻاٻو حيران ٿيو تہ باقي ڪهڙي کٽتائي رهجي وئي آهي. سوچي ڏٺائين. پوءِ ٻاٻا کي چوڻ لڳو. "مان سڀني گهرن مان ٻيک ٻڻ وٺو آهيان ۽ سيٺ لڪشميچند وٽ ٻيک ٻڻ نہ وٺو آهيان. انڪري دشمنيءَ جي ڀرائي ٻاوٽا اڃا تائين منهنجيءَ دل ۾ آهي. اهڙيءَ ٻاوٽا کي ڇڏ ٿو ڏي ٻولدو." ٻئي ڏينهن صبوح جو سيٺ لڪشميچند جي گهر پهتو ۽ وڃي الک جڳايائين. "ڀڳوان جي نالي اکيا ڏيو." سيٺ لڪشميچند جي اوڪرڻ راج ٻاٻوءَ کي ڏٺو ۽ ڊوڙندا سيٺ وٽ ويا. خوش ٿي چيائون "سيٺ صاحب! راج ٻاٻو توهان وٽ ٻيک ٻڻ آيو آهي." لڪشميچند حيرت ۾ اچي چيو تہ "اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ توهان جي نظر ٿڙڪي آهي. ڪو ٻيو ماڻهو

رکندي چيو. "نہ نہ، اهي ڪڏهن نہ ٿيندو. زمين اهي
جي آهي. مون کي اهيءَ زمين مان ڪجهہ بہ نہ کپي،
مان پنا پٽيجي اهن جي سار سنڀال لهندس. اڄ کان وٺي
هو فقط راڄ باوءَ جا. تسي نہ بہ مدهيتا سہ پت آهن."
راڄ باوءَ سيٺہ لڪشميچند کان پڇيا وٺي اچان مون
تبرا نہ چا تسي نہ ساڌو گرو بنو آهي. هڪ بہ ڪيڙو
ڪپڙا الس ۽ راڄ باوءَ کي پاڪر پائي ڇاتيءَ سان لائي
چوڻ لڳو. "راڄ بابا! هاڻي تون سنياس جي لائق ٿيو
آهين، هاڻي هيءُ ڪپڙو، ڪپڙا پاءِ."

اهائي ڳالهہ آهي پيارا مالارن ۽ سجنو! من ۾ جيستائين
لائين نفرت آهي تيستائين ڳائتريءَ جي جاپ مان
ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟ انهيءَ جاپ مان لاڀ تہ هتندا.
ڳائتريءَ جي اپاسنا جڏهن ڪرڻي آهي تہ من مان
نفرت جي لالڪ کي مارڻو آهي. اپرشا ۽ وير، ورڌ جي
پاولا ڪي پڇي وجود نہ پوءِ ڏسو تہ سڪ ۽ الله ملي
ٿو پيا نہ

هڪ ٻئي قسم جو دک، انسان جي من جي ڪمزوريءَ
ڪري پيدا ٿئي ٿو. هڪ سيٺ مون وٽ آيو، چوڻ لڳو
تہ منهنجي ڀيڻ بيمار آهي، گهڻا ئي علاج ڪيا اثر بہ
ڇاڪ ٿئي ٿي. توهان مهرباني ڪري هلي ڪيس ڏسو
مون وڃي ان ڇوڪريءَ کي ڏٺو ۽ ڪالهس پڇيو. "اوکي
ڪهڙي بيماري آهي؟" هوءَ چوڻ لڳي. "مون کي
... ٿي لڳي." مون ڪالهس پڇيو. "ڇا ڪالهہ ڏي

آهن؟" مون ٻڌايو. "هڪ سير کير، ٽوڪرو مکڻ، ڪجهه
باداميون ۽ ڪجهه پستا. فقط ٻه ڇهه ڪيلا،
هڪ درجن موسميون ۽ ٻيو ٽوڪرو ميوو. بس فقط اهوئي
کائيندي آهيان." مون کلي کيس چيو. "هيءَ بيماري
آهي ڪهڙي ڪنگ ڪانگ؟ تون ته چڱي ڀلي آهين.
توکي بيماري ڇا جي آهي؟" هوءَ چوڻ لڳي. "مونکي
لڳندو ٿي ويٺي آهي." مون چيو. "اهو ڀوت توکي
ڪڏهن چنبڙيو آهي؟" مون چيو. "شام جو." مون چيو.
"چنتا نه ڪر. اڄ شام جو اهڙا چمتڪار ڪندس جو اهو
ڀوت ڇڏي ويندو ۽ وري توکي نه چنبڙندو."
مون ڪجهه نه ڪيو، پر هن کي وشواس ٿي ويو
ته سواميءَ چمتو ڪيو آهي. انهيءَ کان پوءِ هن کي ڪجهه
ڪونه ٿيو، هوءَ چڱي ڀلي ٿي پيئي. اهو من جي ڪمزوريءَ
مان پيدا ٿيل دک آهي ۽ سو اهڙي قسم جا ٻه دک ٿيندا
آهن. من جي ڪمزوريءَ ڪري، ڀوتن ۽ ٻرڻ جون
خيالي ڏارڻائون پيدا ڪري، انهن خام خيالن ۾ ٿي اسين
ڦاٿا رهندا آهيون.

مان توهان کي هڪ پنهنجي ڳالهه ٿو ٻڌايان. جڏهن
مان اٺن سالن جو هوس ته اسان جي ڳوٺ جلالپور خان ۾
سوامي ستيانند جي آيو ۽ اسان جي باغ ۾ اچي رهيو. اهو
باغ ڳوٺ کان ميل کن پنڌ پري هو. رستي جي وچ ۾
هڪ پٽ جو وڏو وڻ هو. سڄي شهر ۾ انهيءَ وڻ بابت
اها ڳالهه وڌل هئي ته رات جو ان ۾ ڀوت اچي اوس

